


ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ
ڊزائينر : خالد سيف الله ڀٽي
ڇاپو : پهريون ١٩٩٣ع
ڇاپو : ٻيو سيپٽمبر ١٩٩٥ع
تعداد : ٣٠٠٠ ٽي هزار
قيمت : ٣ رپيا

ملڻ جو هنڌ

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# پيندو بادشاهہ



سائين پيندي بادشاهہ جي کهڙي ڳالهہ
ڪجي، جيڪو ٿيو ئي پيندو. مڙس آ مور
ڪچهريءَ جو ڪوڏيو ڳالهائيندو گهٽ پر

ڳالهہ اهڙي ڪندو جو ٻڌڻ وارن کي پيٽ ۾ وڪڙ هوندا. ماٺهو ڪلي ڪلي ڪيرا ٿي پوندا. جنهن سان هن سوال جواب ڪيو، بس اهو تہ ماتم ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندو. پين جو هھڙو حال، باقي هن همراهہ جو حال اهڙو هوندو چڻ ڪجھہ ٿيو ئي نہ. سندس منهن مبارڪ تي سادگيءَ ڪانسواءِ ٻي ڪا شيءِ نظر نہ ايندي.

پينڊو خان هوندئن تہ منهن مهانڊڙي جو ناهوڪڙو آهي پر واڇون ويچاري جون عجيب ڏيک ڏينديون آهن. بس ٿيو ائين جو هڪ دفعي گهر واري پير هيٺان سمهيو پيو هو. ڳاڙهن پيرن کي ڏسي وات پاٽي پاٽي ٿيڻ لڳس، سو اٿڻ جي تڪليف کان بچڻ لاءِ هم نہ ڪيائين تم، اڌ سروتو ڪٽي پيرن ڏانهن اڇلايائين. پوءِ چاٽا سمجهو.

ٻير جيڪي ڪريا سي ڪريا. پر ان سروتي ڪشش ثقل جي قاعدي جي تعميل ڪندي واپس پيندي ڏانهن موٽ ڪاڏي ۽ ٻڪاءُ اچي ٽيس نڪ تي.

پوءِ پيندي ڪٽي آسمان مٿي تي ڪنيو پر جيڪي ٿيڻو هو اهو ٿي ويو. پيندي جون ناسان چنر ٻٽجي ويون. بس انهيءَ ڏينهن کان ويچارو خانوءَ مان پيندو ٻٽجي ويو. خبر ڪاڏوهون جو ڪاڏي پهچي ويس. پيندو بادشاهه اسان جو جگري يار ۽ نندپڻ جو دوست آهي. پيندي، ٻڪو، اربو ۽ منهنجي دوستي ڳوٺ ۾ ايتري ته مشهور آهي جو اسان کي چون ئي "چئن جو ٽولو" اسان ٻه جڏهن ڪاليج کان واپس اچون ته زياده وقت پاڻ ۾ گڏ رهون. بس پيندي جا سوال ۽ اسان جا جواب ڇا ڳالهه ڪجي!

تنهن ڏينهن اوطاق تي وينٺي هٿ
تاپيندا سون ۽ روح جي وندر لاءِ هڪ ٻئي
کي وڏن ماڻهن جا لطيفا پئي ٻڌاياسون تہ
اوچتو واپڊا وارن جي ڪرم نوازي ٿي ۽
بجلي بند ٿي ويئي. بس اوندهہ ۾ پئجي
وياسون. اربوءَ يڪدم ڪانيءَ کي ڦوڪون
ڏيئي باهہ ٻاري ورتي ۽ بڪو موم بتي ٻارڻ
لڳو. موم بتي جيستائين لاٽ ڪڍي ٿي
ڪڍي پيندي خان وٺي ڦوڪت هنيس.
پيندي جي ڦوڪ سان ماڻهو اڏامي وڃي،
موم بتي ويچاري ڪهڙي وٽ. سو نہ فقط
موم بتي اجهامي ويئي پر ڪجهہ پري
اڏامي وئي. پيندي خان جو اهڙو ڪارنامو
اسان لاءِ ڪو نئون نہ هو. ان ڪري
خاموشيءَ ۾ پنهنجي پلائي سمجهندي،
موم بتي ڳولهي وري ٻاري سون. پيندو
وري ڦوڪ ڏيڻ لاءِ سو فيصد تيار ٿي ويو

پر بڪوءَ يڪدم وات تي هٿوڙي جيڏو هٿ رکي ڇڏيس. واپڊا وارن کي اسان جي حال تي رحم اچي ويو، سو بجلي وري اچي وئي. پيندو يہ سامت ۾ آيو. چيائين ”يار سومر عجب آهي، اربوءَ ڪانئن کي ڦوڪون ڏنيون تہ باهہ ٻري پئي، پر مون موم بتيءَ کي تيز ٻرڻ لاءِ ڦوڪ ڏني تہ موم بتي موريگو وسامي وئي! ائين ڇو؟ ڀلا ڪو منهنجي ۽ اربوءَ جي ڦوڪ ۾ فرق هو ڇا؟ پيندي وڏي سنجيدگيءَ سان مون کان سوال ڪيو. ميان پيندا خان! توکي اها تہ خبر آهي نہ، تہ اسان ساهہ کڻڻ وقت آڪسيجن گئس اندر کڻندا آهيون ۽ وري ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ٻاهر ڪڍندا آهيون. مون کيس سمجهائيندي چيو. هائو ادا سومر! استاد ٻڌايو هو. ها، ها..... اڳتي.

سو آڪسيجن گئس باهہ ٻارڻ ۾ مدد

ڪندي آهي ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ٻاهر ڪي وسائيندي آهي. جڏهن تو ڦوڪ ڏني ته جيڪا تون ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ تيزيءَ سان ٻاهر ڪڍي، ان آڪسيجن کي هٽائي ڇڏيو، جنهنڪري موم بتي وسامي وئي........ پر اربوءَ ٻه ته ڦوڪ ڏني پوءِ ڪاٺيون ڇو ٻريون؟ پيندي فاتحانه انداز ۾ چيو.

ٻڌ سياڻا، ڪاٺين ٻرڻ جي ڪري ڪوئلن ۽ ڪاٺين جي مٿان رک جا تهه جمي ويا هئا، جنهنڪري ڪاٺين کي آڪسيجن نه پئي ملي. اربوءَ جي ڦوڪن ڏيڻ سان رک جا تهه اڏامي ويا، جنهنڪري آڪسيجن ڪاٺين کي ملي وئي ۽ هو ٻرڻ لڳيون ۽ بس. پيندي خان ڳالهه جي ڳاتي کي سمجهي ائين چپ هيئين جيئن چاهو هٽندو آهي. اها پيندي جي پراڻي

عادت آهي ان کي ڪير بہ بدلائي نہ ٿو سگهي.

اسان جي ڪچهري اڃان مٿل هئي. زماني جون لهواريون اوڀاريون پئي هليون. آخر ڳالهہ امتحانن تائين پهتي جن مان تازو جان ڇٽي هئي. بکوءَ راءِ ڏني تہ ڇونہ امتحانن جا ٿڪ لاهڻ لاءِ سيپاٽي سکر هلجي ۽ لب مهراڻ جو سير ڪجي. بس پوءِ تہ واہ واہ ٿي وئي. سڀ ڪان گهٽو خوش ٿيندو بادشاهہ هو جو ڦيريون دفعو سکر هلي رهيو هو.

خير ٻئي ڏينهن جو پروگرام تيار ڪري ڪچهري برخواست ڪئي سون. ٻئي ڏينهن صبح جو ڏهين بجي بس ۾ سوار ٿياسون. شڪارپور تائين ٿيندو هوشيار ويٺو رهيو. پر پوءِ اڳتي پنهنجي ننڊ تي فتحياب نہ ٿي سگهيو ۽ ويٺو جهوٽا کائڻ.

لڪي ٿيڻ ڪانپوءِ اوچتو هڪ ڳڏهه بس جي اڳيان اچي ويو، جنهنڪري ڊرائيور بس کي هڪدم بريڪ لڳايو. پوءِ ڇاتا پڇو، پيندي جو ٺڪ مبارڪ وچين اڳين سيٽ جي ٽينڪ واري پائيپ سان لڳو. پيندي جي جگر ڏاريندڙ دانهن نڪري وئي. رت همراهه جي نڪ مان ٽيندڙون ڪري وهڻ لڳو. اسان پريشان ٿي وياسون، پر هي همراهه تين لاءِ پڇڻ لڳو. تين نه مليس ته ڪا بوتل سوتل پڇائيندو رهيو، مون چيس پيندا هوش ڪر.

رت تيزيءَ سان وهندو ٿو وڃي، تين يا بوتل ڇا ڪندين؟ چيائين سومر مان اها ڳالهه معلوم ڪرڻ چاهيان ٿو ته انسان جي جسم ۾ ڪيترو رت آهي. مان تين يا بوتل ۾ رت گڏ ڪري ڳوٺ هلي توريندس. واه پيندا بادشاهه جيڪڏهن

تنهنجو سمورو رت نڪري وڃي تہ تون زنده ڪٿي رهندين جو خون توري سائنسدان ٻڌبين. هونءَ جوان ماڻهوءَ جي جسم ۾ ان جي تيرهن حصي جيترو رت ٿيندو آهي. ٻڌاءِ! پوءِ رومال ڦاڙي پينڊي جي ناسن ۾ وڌوسون تہ جيئن سندس رت بيهي. خير الله ڪري سڪر پهتاسون. پينڊي جي نڪ سندس منهن کي اها رونق بخشي هئي جو هرهڪ سندس تعريف ڪندو ٿي ويو. واه پينڊا خان واه.

لب مهراڻ تي پهچي درياءَ جي نظاري لاءِ ڪپر تي پهتاسون. پينڊي پهريون دفعو درياءَ ۾ ٻيڙيون ڏٺيون هيون. چيائين ٻيلي ٻڌو آهي تہ ڪراچي ۾ وڏا وڏا هوائي جهاز سمنڊ ۾ ترندا آهن، اسان جي ڪل نڪري وئي. پينڊا بادشاهہ هوائي جهاز هوا ۾ اڏامندا آهن. باقي سمنڊ ۾ پاڻيءَ وارا

جهاز ترندا آهن سمجهم؟! مون کيس ٻڌائيندي چيو.

ايتري ۾ هڪ همراهه ڪُنڊي چڪي ٻاهر ڪڍي تہ ان ۾ هڪ وڏو ڏنيرو ڦتڪندو ٻاهر نڪري آيو. ڀينڊو ڏسي حيران ٿي ويو. چيائين سومر تون چوندو آهين تہ اسان آڪسيجن گئس ساهہ کڻڻ وقت کڻندا آهيون. مڇيون جيڪي پاڻيءَ ۾ پيون آهن اهي ساهہ کڻڻ لاءِ آڪسيجن ڪٿان ٿيون حاصل ڪن؟ ڀينڊا واهہ جو سوال پڇيو اٿئي. مون کيس پڻي ڀپريندي چيو.

هاڻي پلا ٻڌ توکي خبر آهي تہ پاڻي ٻن گئسن آڪسيجن ۽ هئڊروجن جو ٺهيل آهي. مڇيءَ کي وات ۾ ڪليون يا ڳلفڙا ٿيندا آهن. مڇي انهن جي وسيلي آڪسيجن حاصل ڪندي آهي. پر زمين تي ائين نہ

ڪري سگھندي آهي ان ڪري جلدي مري ويندي آهي.

درياءَ جو نظارو ڪري اچي لب مهراڻ تي ويٺا سون. پرسان ٻه چار نوجوان به ويٺا هئا. هو شايد سائنس جي موضوع تي ڳالهائي رهيا هئا. هڪ ٻئي کان پڇيو ”يار نوري سال ڪنهن کي چئبو آهي؟“ ٻئي همراهه کي شايد جواب نه پئي آيو. پيڻدي کي پنهنجي معلومات تي ناز هو. همراهن کي چيائين پائو! ماسي نوري ڇيڻ واري ٿا چئو يا نوري سابل جي زال ٿا چئو ته مان توهان کي انهن جي عمر ٻڌايان. هو همراهه حيران ٿي ويا ۽ لڳا ٽهڪ ڏئي کلڻ. مون پيڻدي کي چيو پيڻدا هي ماسي نوري جي ڳالهه نه ٿا ڪن. هي نوري سال جي ڳالهه ڪن ٿا.

يار سال ته ٻارهن مهينن يا ٽي سو

پنجهت ڏينهن جو ٿيندو آهي. ائين نہ! نہ پيندا! نوري سال ۽ عام سال ۾ فرق ٿيندو آهي. پيندي جو وات پٽجي ويو. جيڪڏهن پيندو ڪا نئين ڳالهہ ٻڌندو آهي تہ حيرت کان وات ڦاٽي ويندو اٿس. سو مون ڪيس ٻڌايو تہ تارن ۽ سيارن جا فاصلا نوري سال سان ماپيا ويندا آهن ۽ هڪ نوري سال ۵۸۷۰ ارب ملين جي برابر ٿيندو آهي

”هون!“ پيندي حيرت مان چيو.

”چڱو چڱو هاڻي گهڻو مٿو نہ کاءُ اٿ تہ هلون سانجهي ٿي وئي آهي.“ بکوءَ پيندي کي ٽپڪي هڻي چيو ۽ پوءِ اسان سيئي رات جو موٽي گهر پهتاسين.



# پيندو پوي ڪڏهن





مئٽرڪ جي امتحان ۾ ڪاپي ڪرڻ

سبب پيندي کي بورڊ تن سالن لاءِ خارج
ڪري ڇڏيو تنهن ڪري هو ويچارو لاڳيتا
ٽي سال شهر جا روڊ ماپيندو رهيو. ٽن
سالن کان پوءِ به مڙس همت نہ هاري ۽
اٿيو مئٽرڪ ۾ نئين سال داخلا لاءِ. الائي
ڪنهن صلاح ڏنس تہ لاڙ ۾ پڙهائي ڏاڍي
سٺي آهي. سو پينڊو بہ پڪو ارادو ڪري
وڃي ماتليءَ جي اسڪول ۾ داخل ٿيو. ۽
هاسٽل ۾ ڪمرو وٺي رهڻ لڳو. مهيني جي
پهرين هفتي ۾ پنهنجي نانيءَ کان (جو تہ
صفا ڇورو هو) پئسا وٺڻ ڳوٺ ايندو هيو
۽ هر ڀيري مون کي ماتليءَ هلڻ لاءِ چوندو
هيو تنهن ڏينهن بہ عادت موجب مون کي
هلڻ لاءِ چيائين. مون کي بہ ڪو خاص ڪم
ڪونہ هو سو ڪٽي هائو ڪئي مانس ۽ رات
واري ”لنڍي“ تي اچي چڙهياسين. اسٽيشن
تي اربوءَ ڏسي ورتو. جيڪو سگريٽن جا

خالي پيڪٽ ۾ سوڊائن جون ڊبليون ميڙي رهيو هو، اچي پر ۾ بيٺو ۽ چوڻ لڳو ”يار ڪاڏي سنبريا آهيو؟“ چيو مانس ”پينڊو وٺي ٿو هلي ماتليءَ. چئي ”واهه يار واهه! اڪيلا اڪيلا ٿا گهمو.“ پائو ”تون بہ ڪٽي هل“ پينڊي چيو پر ايترو چوڻ ۾ اربوءَ جو بنا ٽڪيٽ ٽپ ڏئي. ريل ۾ چڙهڻ.

صبح جو سج ايرڻ سان اچي پينڊي جي هاسٽل پهتاسين. اربوءَ کي ويهڻ سان پيٽ جي لڳي سو پينڊي کي چيائين ”يار ماني پانيءَ جو ڇا بندوبست آ.“ ”ادا سيني چوڪرن گڏجي هڪڙو بورچي رکيو آ.“ پينڊي چيس. ”پلا ڪير وغيره تہ ملي ويندو.“ اربوءَ پڪو ڪيس. هائو ”ادا دلجاءِ ڪر اصل نج ڪير ملندو آ نج.“ پينڊي آٿت ڏنس.

”چڏ پائو هن دور ۾ کير ٿو ڏئي نج کير. اربوءَ پڪ ڪرڻ پئي گهري. ”ادا اسڪول جو پٽيوالو آ ڪاڪو جمن ان جي گهر جو هوندو آ سچو کير.“ پيندا پلا جي هو پاڻ کن پاڻي ملائيندو به هوندو ته توکي ڪهڙي خبر هوندي؟“ اربوءَ پڇيس. ”اها به ڪا ڳالهه آهي شيشي جو ٿرماميٽر ان لاءِ ئي ته ورتو آهي اهو کير ۾ وجهي کير کي چڪاسيندو آهيان.“ پينڊي قميص جو بٽڻ مهٽيندي چيو. کير ۾ ٿرماميٽر جو ٻڏي اکيون کولٽيون پيون ته اِهو وري کهڙو ٿرماميٽر آ، ڏنم ته نه رهي سگهيس ۽ ٻڌايو مانس ته ”پينڊل اهو ٿرماميٽر ناهي پر ليڪٽو ميٽر آ. “نيرن پاڻي ڪري پيندو ته هليو ويو اسڪول ۽ اسان سمهي پياسي. سڄي رات جي سفر جو ٿڪ هو سو يڪدم ننڊ اچي وئي. شام جو پينڊي چيو

تہ هلو تہ توهان کي شهر جو چڪر هٽايان، سو سهي سنبري نڪتاسي. اجان هاسٽل مان پير ٻاهر ئي ڪڍيوسي تہ سامهون هڪڙو واچ وارو ڪراڙو شيدي مليو. پيندي ٻڌايو تہ "هي ڪاڪو جمن آ." اربوءَ ڪيس ڪپائڻ لاءِ چيو تہ ڪاڪا جمن ڪر خبر ڪير ۾ ڪيترو پاڻي ملائيندو آن." جمن کي ڪاوڙ لڳي، چيائين "هُون....... اي هي وري ڪهڙيون پيو ڳالهيون ڪرين، اسين پلا ڪي بي ايمان آهيون." اربوءَ وري چيس پلا ڪاڪا ڪير ۾ پاڻي نہ، تہ پاڻيءَ ۾ ڪير ملائيندو هوندين؟" "اي ڇوڪر توکي مون تي ويساهہ ڪين پيو اچي، رب پسي پيو تہ آئون پاڻيءَ جي هڪ بوند بہ ڪين گڏيان." ڪاڪي جمن صفائي پيش ڪئي. "هان تہ تون پاڻ پاڻي نہ ٿو ملائين، پلا

تنهنجي گهر واري؟" اربوءَ وڪڙ چاڙهيس. يڪدم چيائين "ابا هن لاءِ آءٌ قسم ڪونہ کٽان." اسان تنهي ڪان ٿهڪ نڪري ويو. جنهن کي چڏي نڪتاسين شهر ۾ ........ بازار جو چڪر هنيوسين تہ ايتري ۾ سانجهيءَ جي نماز جو وقت ٿي چڪو هو سو، شيدي چونڪ واري مسجد ۾ نماز پڙهي سون.

گهمندي گهمندي رات ٿي وئي. اسان ڦليليءَ جي پل تي بيٺي شهر جو ڏيک پئي پسيو. آسمان ۾ تارن جا ميڙ ڪَني ڪپيل چنڊ جي چوڏس چانڊاڻ آڏو جهڪا ۽ ڦڪا ٿي لڳا. پيندي جون اکيون سامهون لڳل سرڪس جي تڪيٽ واري تختي تي نچندڙ ڪدڙي ۾ ڪتل هيون. اربوءَ ڪن تي نونگو هڻندي چيس تہ "اهو بہ هلي ڏسون ٿا." پيندو ڦڪو ٿيڻ لڳو ۽ لنوائڻ لاءِ آسمان

ڏانهن نهاري ٿڌو ساهہ کڻي زور سان "سبحان الله" چيائين. اوچتوئي اوچتو آسمانن تي ڪارا ڪڪر وسڻ جا ويس ڪري سڄي آب تي ايري ترڻ لڳا ۽ آڪاش تي اداسي ڇائنجي وئي. اربوءَ ۽ پينڊي جي صلاح هئي تہ پر واري هوٽل ۾ ويهي چانهہ ڇڪو پيئجي، سو اچي هوٽل ۾ ٻاهرين ڇپري ۾ پيل بينچ تي ويٺاسين. آسمان ۾ گجگوڙ ۽ وڄ جي چمڪات سان وسڪارو ٿي ويو. اسان کي لڳي ڳٽي تہ هاسٽل ڪيئن پهچنداسين. پر پينڊو بيخبر ويٺو سوچڻ. اربوءَ پينڊي کي سوچ جي سمنڊ ۾ غرق ڏسي مذاق ڪيس "تہ پينڊا هي آسمان ۾ هاڻ ڏاريندڙ نڪاءَ ڇا جا پيا ٿين؟" پينڊي چيو "يار اها تہ ٻارن کي بہ خبر آهي تہ حضرت پيران پير هماليہ ۽ سليمان جبلن جي چوٽين کي ٿهڪائيندو آ

تہ اهي گجگوڙ جا آواز ٿيندا آهن." اربو ۽ مان ڪلڻ لڳاسي. مون ڪي چڙ بہ لڳي سو ڇيو مانس تہ اڙي مجهول ويچاري پيران پير جو ڇا؟ آسمان ۾ پاڻيءَ ڀريل ڪڪر جيڪي هوا جي مٿين تهن ۾ ترندا آهن سي اتان جي گهٽي ٿڌ سبب ٻين ڪڪرن کان سخت هوندا آهن سي ترندي ترندي جڏهن هڪبئي سان ٽڪرائبا آهن تہ اهي ٺڪاءَ ۽ گجگوڙ ڪندا آهن انهن جي ٽڪرجڻ سان تمام تيز روشني جنهن ۾ بجلي بہ هوندي آهي پيدا ٿيندي آهي جنهن کي اسين وڄ يا کنوڻ چوندا آهيون. منهنجي ڳالهہ ٻڌي پيندو ڪلڻ لڳو. چيائين يار ناني تہ مون کي ننڍي هوندي ٻڌائيندي هئي تہ "حضرت علي رضہ سائين جڏهن طورسينا جبل تي ڇهبڪ هڻندو آهي تڏهن اها روشنيءَ جي ڏنگي ڦڏي ليڪ ڇهبڪ جي ڇهي جيان

پيدا ٿيندي آهي.“ ”اڙي چريٽ! اهي سڀ
اڀوجهه ماڻهن کي بيوقوف بڻائڻ جون
ڳالهيون آهن“ اربوءَ چيس پيندو ڪن ۾
چيچ وجهي منٿيءَ جو چمبيل چَڪو ڪڍي
سٺڻ سان اگهندي چوڻ لڳو ته مون سائنس
جي ڪتاب ۾ پڙهيو هو ته روشني، آواز
کان گهڻو تيز سفر ڪري ٿي. پلا پاءُ
سومر اها ته تو واري ڳالهه ٺيڪ آ نه؟“
پيندي اعتماد سان پڇيو، چيو مانس ”ها
بلڪل ٺيڪ آ. تڏهن ته وڄ جو چمڪات
پهريائين ڏسبو آ ۽ ٺڪاءُ بعد ۾ ٻڌبو آ.“
اربوءَ مونکي گوڏو هڻندي پيندي جي
وڏيڪ سوالن کان بچڻ لاءِ چيو ته ”يار
دير ٿي وئي آ ۽ مينهن به هاڻي بند ٿيو آ
سو اٿو ته هلون.“ هوٽل واري کي چانهه
جا پئسا ڏئي اٺي هلياسي هاسٽل ڏانهن.
رستي تي مينهن جو پاڻي هنڌ هنڌ ڍبن ۾

پريو پيو هو. گيڙات لڳا پيا هئا. وک وک سنپالي هلندا رهياسي. روڊ جي وٽ سان هلندي هلندي پينڊي جو پير ترڪي پيو ۽ وڃي پرواري ڪاهي ۾ ڪريو. اربو جيڪو ان ڪان اڳ ۾ تڪو تڪو ٿي هليو سو اڳيان واري موڙ ۾ بيهي ڏسڻ لڳو. مون رڙ ڪري چيو مانس ”اربو! اڙي پينڊو ترڪي پيو آ. هيڏي اچ تہ اٿاريونس.“ جواب ۾ اربوءَ اتان ئي وراڻيو تہ ”اڙي تون تہ ِهليو آ پينڊو وڃي ڪڏ ۾ پوي.“ ۽ اسان پنيان پينڊيَ جون دانهون ۽ ڪُوڪونِ ٻڌندا اچي هاسٽل پهتاسي.



# پيندو خطري ۾



پيندو ويچارو ڪڏهن ڪري پوڻ ڪان پوءِ بيمار ٿي پيو ۽ مهينو کن لاڳيتو بيمار رهيو. ڳالهه مليو ته نبل نماڻو ٿي لڳو. ڳالهائڻ ۾ به ڊرو ڊرو ۽ ٿڪ به جهيڻا

ٿي ڏنائين. پيندي کي هيٺو ڏسي ڏک به ٿيو
ته خوشي به. ڏک هن ڪري ته پيندو اڳي
ئي يڪتاري جي ڳن جيائين پيو نچڪندو
هو ويتر بيماريءَ هٽي مڙس ڪي ڪک بٽائي
ڇڏيو ۽ خوشي انهيءَ ڪري ٿي ته
ڪمزوريءَ سبب پيندي جي اڦٽ مار سوالن
مان ڪجهه ڏينهن ته جند ڇٽندي.

شام جو اربوءَ جي اوطاق تي ويس ته
پيندو اڳ ۾ ويٺو هو. چوندا آهن ته عادت
عضوو ٿيندي آهي جيڪا آسانيءَ سان ختم
ٿي نه سگهندي آهي. پيندي کي به سوالن
پڇڻ ۽ وچ ۾ ڳالهائڻ جي عادت ٿي وئي
آهي. اربوءَ اجان ڪيڪر پئي ڪئي ته پيندو
وچ ۾ ٽپي پيو ۽ چوڻ لڳو ته ”ادا سومر
ٻيلي قرب ڪر مون سان گڏجي بازار هل
جو وڳي لاءِ ڪپڙو وٺڻو اٿم.“ ڏاڍو
سمجهايومانس ته ”آءٌ هينئر آفيس کان

ٿڪو ٿيو پيو اچان. جهٽ آرام ڪرڻ ڏي، تون ٻئي ڪنهن کي وٺي وڃ.“ سائين جِنُ ڇڏي ڀوت ڇڏي پر پيندو نہ ڇڏي.

اهڙو جهڙي چور. لاچار وچٽو پيو. دڪان تي پهتاسين تہ پيندي بادشاهہ هڪڙو ڪاري رنگ جو ٿلهو ڪپڙو ڪٽي پسند ڪيو. ڇيو مانس تہ نياڳا گرميون اچي ويون آهن سو ٿلهي ڪپڙي ۾ تہ منجهي مرندين. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪيس ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي ۽ سنهڙو ڪپڙو وٺڻ لاءِ تيار ٿيو. همراهہ کي ڪاري رنگ سان عشق هو جو وري بہ ڪاري رنگ وارو ڪپڙو ڪٽي پسند ڪيائين ۽ پڇڻ لڳو تہ ”ادا سومر مون کي تہ هي ڪپڙو بس ڏاڍو وڻي ٿو. تون ٻڌاءِ ڪيئن ڇڱو آ؟ ڇيو مانس تہ ”منا ڪو ٿڌو رنگ وٺ.“ ورايائين تہ ”ڀلا نيرو يا سائو وٺان؟“ اڙي

موڳا اٿ، اونهاري ۾ ڳوڙها رنگ نہ پائبا آهن. اڇو يا ڪو ٻيو هلڪو رنگ ڳولهہ." پيندو ۽ پوڪ هڪ ئي شيءِ جا ٻہ نالا آهن، سو همراه کي ڳالهہ مٿي ۾ ويهي ئي نہ. وري چوڻ لڳو تہ "پلا توتي اڇي يا ٿڌي رنگ جو جنُ چو سوار آهي؟ آخر ٻيا رنگ بہ تہ ماڻهن پائڻ لاءِ ئي ٺاهيا آهن." سمجهايومانس تہ، "چربت جن ٻن ڪونهي پر ڳالهہ هيءَ آهي جو هڪ تہ اڇي رنگ کي اسان جي پياري پيغمبر صلي الله عليه وسلم پسند ڪيو آهي ۽ ٻيو تہ اڇو رنگ گرميءَ کي جذب ڪرڻ بدران ڪيس موٽائيندو آهي. جڏهن تہ ڳاڙها ۽ تيز رنگ گرميءَ کي جذب ڪندا آهن.

انهيءَ ڪري اونهاري ۾ ٿڌي رنگ جا ڪپڙا ۽ سياري ۾ گهاٽن رنگن جا ڪپڙا پائبا آهن." "يار چوين سچ ٿو. هاڻي مان

اچي رنگ ڪانسواءِ پيو ڪپڙو اصل نہ وٺندس.“ پينڊي وڏو ساهہ کڻندي چيو. ڪپڙو وٺي بازار مان نڪتاسين تہ پينڊي چيو تہ ”يار ڏاڍي اڄ لڳي آهي، اچ تہ ڪوڪاڪولا ٿا پيئون.“ مس مس پينڊي صلاح هنئي هئي سو موقعو وڃائڻ جهڙو نہ هو، تنهنڪري چپ ڪري وڃي بوتل واري جي بينچ تي ويٺاسين. پينڊي بوتلن واري کي آرڊر ڏيندي چيو.تہ ”گلاس ۾ برف وجهي کڻي اچ.“ گلاس ۾ بوتلون پيتيون سي. پينڊي عادت موجب اربوءَ جي گلا ڪرڻ شروع ڪئي. جهليندي چيومانس تہ ”پرپٺ ڪنهن جي برائي ڪرڻ وڏو گناهہ آهي ۽ اهو ائين آهي جهڙو پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائڻ.“ همراهہ کي ڳالهہ نہ وڻي، سو چپ ڪري گلاس ۾ هٿ وڌائين. ڏک ڀريندي چوڻ لڳو ”يار جلدي پي وٺ

نہ تہ گلاس مان بوتل وهي ويندءِ. "مان حيران ٿيندي چيو مانس تہ گلاس ۾ ڪي سوراخ آهن ڇا جو بوتل وهي ويندي؟" گلاس جي ٻاهران پاڻي جي ڦڙن ڏانهن اشارو ڪندي چيومانس "اڙي احمق هي بوتل جو پاڻي ناهي. اهي تہ هوا ۾ شامل پاڻيءَ جا بخار آهن جيڪي گلاس جي ٿڌن پاسن سان ٽڪرجڻ بعد پاڻيءَ جي ڦڙن جي شڪل ۾ تبديل ٿي پيا آهن." ٻيبنڊي جو وات ڦاٽي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ "انهيءَ جي معنيٰ اها ٿي تہ هوا ۾ آڪسيجن نائيٽروجن ۽ ڪاربان وغيره کانسواءِ پاڻي جا بخار بہ موجود آهن.

بوتل پي اٿياسين ۽ گهر ڏانهن هلڻ لڳاسين رستي تي ٻيبنڊي ايلاز ڪيو تہ "پائو سياڻي گڏجي هلجانءِ تہ درزيءَ کي ڪپڙو سبڻ لاءِ ڏئي ايندا سين." مون ساڻس

واعدو ڪيو ۽ موڪلائي اچي گهر پهتس.

ٻئي ڏينهن صبح جو نماز پڙهي اچي اجان قرآن پاڪ جو دور شروع مس ڪيو تہ زور سان گهر جو در ڪڙڪيو. جلدي ٻاهر نڪتس ڏسان تہ اربو ۽ خميسو ڏاڍا پريشان بيٺا آهن. چوڻ لڳا، يار ٻيندي ڪي صبح سان نماز تان موٽندي ڇتي ڪتي چڪ پاتو آهي. هاڻي ٻيندو ان ڪتي جي ڪڍ ڏڪندو ٿو وتي. مُڙي اصل ڪونہ ٿو. چوي ٿو تہ مان بہ ڪتي کي چڪ پائي پلئہ ڪندس. تون هل ۽ هلي جهليس."

تني گڏجي هلياسين. ڇوڻڪ تي پهتاسين تہ ٻيندو ٽيليفون جي ٿنڀي سان ٽيڪ ڏيئي سهڪي رهيو هو. سمجهايومانس تہ "ڇريا ماڻهو بہ ڪو ڪتي کي چڪ پائيندو! ڇگو ائين ٿئي تہ اسپتال هل ۽ ڪتي جي چڪ جي علاج واريون سيون هڻاءِ، نہ تہ تو ۾

ڇتي ڪتي واريون عادتون پيدا ٿيڻ جو خطرو آهي.“ همراهہ کي اها ڳالهہ ٻڌي ڌڪ ٿيو ۽ اسپتال هلڻ لاءِ تيار ٿيو. ڊاڪٽرن ڪيس پيٽ جي ڪل ۾ هڪ سئي لڳائي ۽ ٻڌايائينس تہ روز هڪ سئي لڳندي ۽ ڪل چوڏهن سين جو ڪورس آهي. پيندو روزدانهون ڪوڪون ڪندو سيون هٽائيندو رهيو ڇو تہ ڇتي ڪتي جهڙين عادتن جو خطرو لاحق هوس.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڑهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڑهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڑهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڑهندڙ، سُست ۽ پڑهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڑهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)